## حصو "الف" (گهڻ چونڊائتي سوال)

سوال1. هيٺين مان صحيح جواب چونڊي لکو.

1. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن ڪهڙي سن هجري ۾ آخري حج ادا ڪيو.
   8 هجري | 9 هجري | 10 هجري | 11 هجري
2. ڪهڙي خليفي جي دؤر ۾ حضرت سلمان فارسي رضہ کي گورنر مقرر مقرر ڪيو ويو؟
   حضرت ابوبڪر رضہ | حضرت عمر رضہ | حضرت علي رضہ | حضرت عثمان رضہ
3. امام جعفر صادق عليہ السلام ڪهڙي اسلامي مهيني ۾ وفات ڪئي.
   محرم | ربيع الاول | رمضان | شوال
4. مولانا دين محمد وفائي جي والد جو نالو ڇا هو؟
   مولانا عبدالباري | خليفو ولي محمد | خليفو گل محمد | مولانا تاج محمد
5. مائي خيري جو مقبرو ڪٿي آهي؟
   حيدرآباد | سعيد آباد | خداآباد | مٽياري
6. بين الاقوامي عدالت جو صدرمقام ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟
   فرانس | اٽلي | هالينڊ | انگلينڊ
7. نصر پور جو شهر ڪهڙي ضلعي ۾ آهي.
   ٽنڊوالهيار | حيدرآباد | مٽياري | ٽنڊو محمد خان
8. ڪافيءَ جو بادشاهہ ڪهڙي شاعر کي ڇئجي ٿو.
   غلام شاهہ | فيروز شاهہ | مصري شاهہ | شاهہ عنايت رضوي
9. سنڌي ٻولي جو هڪ لاثاني دستاويزآهي.
   سچل جو ڪلام | شاهہ ڪريم جو ڪلام | شاهہ جو رسالو | شاهہ عنايت جو ڪلام
10. نظم ءِ دعا ڪهڙي شاعر جو چيل آهي.
    سچل سرمست | شاهہ لطيف | حڪيم فتح محمد | محمد صديق مسافر
11. هفت زبان شاعر ڪنهن کي چيو وڃي ٿو.
    شاهہ لطيف ڀٽائي | سچل سرمست | بيدل | عبدالڪريم گدائي
12. ڪينجهر ڍنڍ ڪهڙي ضلعي ۾ آهي.
    دادو | ڄامشورو | ٺٽو | ڪراچي
13. شاعر عبدالڪريم گدائي ڪهڙي کاتي ۾ ملازم هو.
    ريلوي | تعليم | پوسٽ کاتو | روينيو کاتو
14. اجرڪ ڪيترن مرحلن مان گذري تيار ٿئي ٿي.
    10 | 12 | 14 | 16
15. قاضي قاضن ڪهڙي دور جو سنڌي شاعر هو.
    ٽالپرن | سمن | ڪلهوڙن | سومرن

## حصو "ب" (مختصر جواب جا سوال)

نوٽ: هيٺين مان ڪي بہ 9 سوال حل ڪريو .هر سوال تي 4 مارڪون رکيل آهن.

سوال2. امام جعفر صادق جا ڪهڙا مشهور شاگرد ٿي گذريا آهن؟
سوال3. اتحاد مان ڪهڙا فائدا آهن؟
سوال4. مولانا وفائي جا ڪهڙا علمي يادگار موجود آهن؟
سوال5. تنظيم جو ضروري آهي؟
سوال6. چوڪري اٺ جي هڏن مان ڇا ٺا هيا؟
سوال7. سنڌ جي ثقافتي اهم سوکڙي ڪهڙي آهي؟
سوال8. ميرن جي پوشاڪ ڪهڙي قسم جي هئي؟
سوال9. ڪينجهر لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟
سوال10. هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.
مکيہ | سهڪار | ڄاڻو | هاڪ
سوال11. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي تي مختصر نوٽ لکو.
سوال12. هيٺين لفظن جا ضد لکو. انتها | ڏيهہ | پڇاڙي | عجمي
سوال13. حرف جملي جي وصف لکو.

## حصو "ج" (تفصيلي جواب جا سوال)

نوٽ: هيٺين مان ڪي بہ ٽي سوال حل ڪريو. هر سوال تي 8 مارڪون رکيل آهن.

سوال14. هيٺين شعرن جي سمجهائي لکو.

(i) اسان کي ڏي خدا توفيق. طاقت . همت ءِ حشمت
اسان مان ڪي اڳين جهڙا عجب انسان ڪر پيدا

(ii) مزدورن ءِ ڪڙمين سان همڪار آهين.
فقيرن جي مجلس جو سينگار آهين

سوال15. هنردولت آهي تي مضمون لکو.
سوال16. ڪنهن بہ هڪ سبق جو خلاصولکو. اجرڪ | ٻہ ننڍا ٻارڙا
سوال17. پنهنجي پيءُ کي خط لکي اونهاري جي موڪل ۾ ڪوهہ مري گهمڻ لاءِ اجازت وٺو.

يا

اسڪول جي هيڊ ماسٽر کي درخواست لکي عرض ڪريو تہ هو توهان کي اسڪول جي راندين ۾ حصي وٺڻ جي اجازت ڏي.